# گورک

## ڪيرٿر ۾ هِل اسٽيشن



سنڌ جون برف باري واريون ٽڪريون


چيئرمين گورک ويلفيئر ايسوسيئشن سنڌ

ڊاڪٽر محمد حسين مگسي

ميهڙ، ضلعو دادو. سنڌ

# ليکڪ وٽان



گهڻي عرصي کان مان "ڪيرٿر" هِل اسٽيشن جي باري ۾ خبرون ۽ خيال، عوام آڏو ظاهر ڪندو رهيو آهيان. اها حقيقت آهي ته هڪ هِل پوائنٽ جيڪا "گورک" نالي سڃاتي وڃي ٿي، اها ايڏي ٿي ٿڌي آهي، جيتري "ڪوهه مري" يا "ڪوئٽا" ۽ اها اهڙي مناسب جاءِ آهي، جنهنکي "هِل اسٽيشن" ناهي سگهجي ٿو. ۽ اها تعلقا ميهڙ، خيرپور ناٿن شاهه، تعلقا دادوءَ کان هڪ جيتري يعني ٥٠ ڪلوميٽر جي مفاصلي کان وڌيڪ پري ناهي.

افسوس جي ڳالهه اِها آهي ته ڪنهن به هن صوبي جي هن هِل اسٽيشن کي ناهڻ ۾ دلچسپي نه ورتي آهي. سچ پچ اُهي قومون عزت لائق آهن، جيڪي ننڍين ڳالهين کي به وڏي اهميت ڏينديون آهن، انهن کي ناهينديون ۽ ترقي وٺرائينديون آهن. پنهنجي ملڪ خاطر.

منهنجي خواهش آهي ته گهڻي ۾ گهڻي "گورک هِل پوائنٽ" متعلق معلومات ڪتاب وسيلي ڏجي، انهيءَ ڪري مون هن ڪتابڙي ۾ انهيءَ متعلق گهڻي ۾ گهڻي معلومات ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪا هڪ سٺي هِل اسٽيشن بڻجي سگهي ٿي.

**محمد حسين مگسي**

**ميهڙ دادو**

# "گورک هِل اسٽيشن"

خدا تعاليٰ ڌرتي کي مختلف نعمتن سان مال مال ڪيو آهي. انهن مان هي پهاڙ اسان سنڌواسين لاءِ قدرت جو ڏنل هڪ بي بها تحفو آهي ۽ هيءَ پهاڙ بيمار، پريشان حال ماڻهن جي مرض جو علاج آهي.

جهرڻوڪ، درياءَ، سمنڊ، تلاءُ ڍنڍون، چشما، معدنيات پريل پهاڙ، سامونڊي ساحل، تيل ۽ گئس جا ذخيرا، وڏيون ماٿريون، پهاڙ، وڏيون ڍنڍون وغيره.

پر ڏٺو ويو آهي تہ جن قومن انهن کي صحيح نموني استعمال ڪيو ۽ انهن قدرت جي ڏنل اڪيچار نعمتن جو قدر ڪيو تہ اهي قومون روشن دماغ ترقي يافتہ وڏيڪ سولائيز نظر اچن ٿيون. پر خوش قسمتي آهي. سنڌواسين جي جو هتي ايترا پراسرار ذريعا ۽ قدرتي ڏنل تحفا آهن، جو انهن جي جيڪڏهن قيمت لڳائي وڃي تہ انهن شين جو ملهہ ڪٿپ جي لحاظ کان انهن جو ڪاٿو نٿو ڪري سگهجي، پر انهن شين کي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪيترا حيلا وسيلا ڪري اربين روپيہ خرچ ڪياوڃن تہ ڪابہ قوم اهي هٿرادو نہ ٿي پيدا ڪري سگهي، جو دادو ضلعي جي اولاهين باردر لائين تي ڪيرٿر جون بلندترين چوٽيون جيڪي سمنڊ جي سطح کان 5000 کان وٺي 8000 هزارن تائين بلند، سرسبز ۽ شاداب آهن. توهان کي هن ڳالهہ کان واقف ۽ آگاهہ ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو تہ ڪوئٽہ جي بلندي سمنڊ جي سطح کان 5400 ۽ مري جي بلندي 7000 فوٽ آهي. جڏهن تہ ڪيرٿر جون ڪجهہ چوٽيون انهيءَ حد کان تمام مٿي ۽ وڏيڪ سرسبز شاداب، آبهوا جي لحاظ کان وڏيڪ سٺيون آهن. مان بچپن کان وٺي انهن ٿڌين چوٽين جي باري ۾ اتان جي جابلو ماڻهن کان عجيب وغريب قصا ٻڌندو رهندو هوس ۽ اهي قصا مونکي ديومالائي

ڪهاڻين وانگر محسوس ٿيندا هئا. پر آخرڪار مان بذات خود انهن جابلو ماڻهن جي دعوت تي 15 جون 1988ع تي انهن ڪيرٿر جي بلندترين چوٽين تي پهتس، تہ سبحان الله. مان توهان سان اتان جي ٿڌي هوا، خوشبودار گلن جي سرهاڻ سان مال مال. سدي هيرجي ڪهڙي ڳالهہ ڪيان. جيڪڏهن مان انهن ڪيرٿر جي چوٽين جي بيان لاءِ وضاحت بيان ڪريان تہ ڪيترائي ڏينهن راتيون بہ پورا نہ پون. توهان کي خبر آهي تہ انهيءَ وقت سنڌ ۾ ڪيتري گرمي هوندي آهي.پر جڏهن مان اتي منجهند جي ٽائيم ۾ پهتس تہ وڻ جي ڇانو بہ نہ پئي وڻي، جون جهڙي تچڪندڙ گرم مهيني ۾ اسين گرم پاڻيءَ ۾ وهنتاسين. ۽ رات جو اسان باهہ ٻاري ۽ ٿڌ جي بچاءَ ڪان سوڙيون استعمال ڪيوسين.

جيئن تہ اسان تفريح جي لحاظ کان ۽ اتان جي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ رستن ۽ پيچرن تان ويندي ڪٿي آبشار نظر آيا ڪٿي پٿر جون گهڙيل مورتون نظر آيون ڪٿي غارون نظر آيون. جن جي ڏسڻ مان ائين پئي معلوم ٿيو تہ هزارين سالن جي پراڻي تهذيب ۽ وقت ۾ جڏهن سنڌ جا ميداني علائقا پاڻي هيٺ اچي ويندا هئا. تہ ماڻهو ڪيرٿر جي غارن ۾ سڪونت پذير ٿيندا هئا. ۽ مونکي ائين پئي معلوم ٿيو تہ پٿر جي گهڙيل مورتين مان ڪٽڪ، تر، جون، جي فاسلس مان ڪير تر جون اهي ٽڪريون تڏهن جو آدم ذات استعمال ڪندو هو. جڏهن ماڻهو غارن ۾ رهندا هئا. (نوٽ: اهڙا پٿر جن ۾ ڪٽڪ جو تر سمايل آهن. اهي مون وٽ موجود آهن.) اتي هي بہ نظر پئي آيو ٻن ڪمرن جيڏا وڏا وڏا پٿر اهڙي نموني قطار ۾ پيل هئا. جيڪي ان وقت جي ماڻهن بلاڪ وانگر گهڙي نين جي پاڻي جي وهڪري کي تبديل ڪرڻ لاءِ رکيا هئا ۽ اهي پٿر ايترا تہ وزن وارا هئا. جو ڪافي ماڻهو بہ ٽي هزار گڏ ڪجن تہ بہ انهن کي مشڪل سان چوري پوري سگهجي، عجب پئي لڳو تہ انهن ماڻهن هيترا سارا وزن وارا پٿر ڪيئن ۽ ڪهڙي وسيلي قطار ۾ رکيا ۽ ڪهڙي قسم جو فورس استعمال ڪري رکيا هئا. يا تہ ڪنهن طاقتور

جانور وسيلي يا ڪنهن مئجڪ وسيلي پٿر رکيا ويا هئا. ڪجهه غارن ۾ پٿرن جي اهڙي چنائي ٿيل هئي. جو هزار سالن جي پراڻي پئي لڳي ۽ معلوم پئي ٿيو ته ڪجهه غارون رهڻ لاءِ استعمال ڪندا هئا ۽ ڪجهه اناج رکڻ لاءِ گدامن وانگر استعمال ڪندا هئا.

## ڪيرٿر جو تاريخي پس منظر(Historical Back Ground)

"تاريخي پس منظر" هتان جا کنڊرات ۽ باقيات پڄهڻ ۽ ڏسڻ ۾ اچن ٿا ته ڪيرٿر هزارن سالن کان وٺي انگريزن جي دور تائين استعمال ٿيو آهي ۽ اسين سَون سالن کان وٺي ان ڳالهه کان غير واقف ۽ قاصر رهيا آهيون ۽ پراڻي وقت ۾ رهندڙ آبادين جي ڪجهه نشاندهي ڪجي ٿي ته ماڻهو چون ٿا ۽ ان سان گڏ هڪ شاعر جو شعر آهي:

"جڏهن درياءَ ڪاڇي مان وهندو هيو
تڏهن شهنشاهه باجڪ ۾ رهندو هيو."

ڪاڇو عام طرح ڪيرٿر جبلن جي وَٽ يا ڪڇ کي ڪاڇو چوندا آهيون، جيڪا تعلقه ميهڙ خيرپورناٿن شاهه جوهي تعلقه جو اولاهيون حصو جو عام طرح برسات پوڻ ڪري آباد ٿيندو آهي. يا برسات وقت جيڪي ڪيرٿر جبلن مان نيون لهنديون آهن جن تي ڪاڇي جا ماڻهو زمين آباد ڪندا آهن. ۽ ٿي سگهي ٿو ته عام ماڻهو ڏند ڪٿائون ڪن ٿا ته اهو ساڳيو درياءُ به ڪاڇي مان وهندو هو ۽ قديم آثارن مان اندازو لڳائجي ٿو اهو درياءَ موهن جي دڙي جي تهذيب کان به اڳ جي ڳالهه سمجهي وڃي ٿي ۽ ان ڪانپوءِ "باجڪ" هڪ ڪيرٿر جي سلسلي جو جبل آهي. جتي نئين مزاري جا وڏا وهندڙ آبشار به آهن ۽ اتي پراڻي وقت جون ٺهيل مورتون ۽ سنگ تراش به آهن. انهيءَ مان ائين ثابت ٿو ٿئي ته شايد اهو "باجڪ بادشاهه جو تخت گاهه هو ۽ ڪجهه اهڙا نشان به ملن ٿا. جن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جا حاڪم ۽ حڪمران بادشاهه جڏهن ڪوئٽه ۽ مري وڃڻ لاءِ رستا نه هوندا هئا. ته ان وقت ۾ هي ٽڏيون ٽڪريون هل اسٽيشن طور استعمال ڪندا هئا. ۽ اتان جا ماڻهو

محمد بن قاسم جي حڪومت جون ڳالهيون ڪن پيا. ڪيترائي انگريزن جي وقت جا ڏنل بنگلا ميرن جي وقت جا نهيل قلعم اجا تائين ڏنل حالت ۾ نظر اچن ٿا ۽ اهي سڀ پراڻا يادگار ڪتي جي قبر ڪان وٺي گورک تائين نظر اچن ٿا.

## ڪيرٿر جا اهم مقامات:

ڪيرٿر جا اهم مقامات ۽ سندس اوچائي هيٺ درج ڪجي ٿي.

| | |
|---|---|
| ڪتي جي قبر | 6872 |
| کهر جي جوڙي | 6900 |
| بارغ | 7850 |
| پرپڪي | 7221 |
| پنڊو ۽ سالارني | 6775 |
| ڪچرڪ | 6000 |
| گورک | 5889 |

ڪتي جي قبر وارهہ جي سامهون پوي ٿي ۽ اتان جي رهندڙ قوم ڇٽا آهي ۽ سندن زبان سنڌي آهي،ڪتي جي قبر تمام تاريخي ۽ مشهور آهي.

**کهرجي ۽ جوهري:**— هي ميهڙجي اتر اولهہ ۾ پوي ٿي، اتان جي رهندڙ قوم گائنچہ آهي. سندن زبان سنڌي آهي.

**بارغ:** هن جي بلندي 7850 فوٽ آهي. هي سنئون سڌو ميهڙ جي اولهہ طرف آهي ۽ هي جاءِ وڏ ۾ وڏ مٿي آهي ۽ تمام سرسبز گهاٽن کهوجي جنگلن سان ڍڪيل آهي. ۽ ان ڪانسواءِ هتي پيش تمام گهٽي انداز ۾ موجود آهي ۽ ٻيا ڪيترن قسمن جا وڻ ملن ٿا، جن مان وٽاڻ ڪيرٽا وغيره وغيره مشهور آهن. هتان جي رهندڙ قوم سالوني ۽ ان جي سامهون هيٺ چانڊيہ، شاهاٽي، بوذدار. هي سنڌي، بروهي، بلوچي زبانون ڳالهائيندا آهن.

**پرپڪي:** هي خيرپور ناٿن شاهه ۽ ميهڙ جي وچان سامهون پوي ٿي. هن جي بلندي 7221 فوٽ آهي. هتي جي رهندڙ قوم رستماڻي آهي. اهي بلوچي ۽ سنڌي ٻه ڳالهائيندا آهن.

پرپڪي جي زمين هموار، ويڪري ۽ تمام گرين آهي ۽ بارغ جي مشابهت ۾ آهي.

**پنڊو ۽ سالاري:-** هي خيرپور ناٿن شاه جي سامهون پوي ٿي ۽ هن جي بلندي 6775 فوٽ آهي. هتي سالاري نئن جا وڏا وڏا آبشار موجود آهن ۽ هتي پراڻي زماني جا ڪافي کنڊرات به موجود آهن.

**ڪچرڪ:-** هي خانپور جي سامهون آهن. هن جي بلندي 6000 هزار فوٽ آهي. هي خانپور جي سامهون آهي. هتي ميرن جا ٺهيل پراڻا قلعا اجا تائين موجود آهن ۽ هتي ٻڙن جا ايڏا ته وڻ وڏا ۽ ٿلها آهن. جن جو ٿڙ 20 ٻاءِ 20 فوٽ ٿيندو ۽ بلندي اٽڪل 100 کن فوٽ ٿيندي. هتي جي رهندڙ قوم الڪاڻي، بوزدار، ڪلوئي، شاهاڻي، ٿوري انداز ۾ رهن ٿا. نئن گاج ڪچرڪ کي گورک کان ڪٽي جدا ڪري ٿي، نئين گاج تمام وڏي ۾ وڏي نئن آهي، هي نئين اڪثر ڪري ايران جي بارڊر کان نڪري خضدار شهر جي ٻاهريان لنگهدي بارغ وٽ اچي ڪيرٿر جي انهيءَ لٽ سان ٽڪرائيجي ٿي ۽ ڪيرٿر جي وٽ ۾ ڏکڻ طرف بلوچستان مان وهي ٿي ۽ اها موجوده شڪل ۾ ڪچرڪ گورک جي متاچرن جي وچان ڪيرٿر کي ڪٽي سنڌ جي طرف داخل ٿئي ٿي ۽ نئين گاج ڪيترائي تمام وڏا ۽ سهڻا آبشار ناهي ٿي جيڪي ڏسڻ وٽان آهن. ۽ انهن آبشارن جي بلندي اٽڪل 1000 کان 2000 هزار فوٽ کن ٿيندي ۽ انهن آبشارن جو آواز تمام ڏورانهين پنڌ تي ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ۽ انهن آبشارن ۾ پاڻي تمام وڏو هوندو آهي، جيڪي اتان جا ماڻهو چون پيا ته انهن جو ترو ڪوبه ماڻهو ڳولي نٿو سگهي ۽ هميشه پاڻيءَ جي هجڻ ڪري قسم قسم جو مڇيون نظر اچين پيون، جي تقريباً 10 ڪلو ۽ مٿي ٿين ٿيون.

تفريح جي لحاظ کان اهي تلاءَ بوٽنگ ڪرڻ لاءِ تمام ڪارآمد ۽ موضوع آهن.

**گورک:** هي ڪڪڙ ۽ جوهي جي سامهون آهي هن جي بلندي 7889 هزار فوٽ آهي. هتي جي رهندڙ قوم ڪلوئي آهي. ۽ هتي جي گرينري ٻين علائقن کان گهٽ آهي اڪثر ڪري هتان جا ماڻهو هنن سيني علائقن کي گڏي هن کي کير ٿر جي ٿڌي لٽ چوندا آهن، ۽ مختلف بيهڪ قومن جي ۽ انهن جا نالا مختلف آهن ۽ اها لٽ هموار ۽ مسلسل هڪ ئي آهي. اها لٽ اٽڪل 100 اسڪوائر ميلن ۾ پکڙيل ٿيندي ۽ تمام گرين ۽ سرسبز آهي ۽ انهيءَ کير ٿر جي لٽ تي رهندڙ ماڻهو سردي جي موسم ۾ برف پوڻ ڪري هيٺ گهٽ متاچرن تي لهي ايندا آهن. ۽ جڏهن وري گرمي ٿيندي آهي تہ اتان جا ماڻهو پنهنجا مال متاع ڪاهي متانهين چوٽين وارين جاين تي وڃي آباد ٿيندا آهن. ۽ اتان جون چوٽيون اهڙيون تہ ٿڌيون ٿينديون آهن. جو جون جولاءِ مهيني ۾ بہ جنوري مهيني جهڙي ٿڌ هوندي آهي. برسات جي پوڻ سبب اتان جا ماڻهو هرقسم جي آبادي بہ ڪاهيندا آهن. کيرٿر جي اها ٿڌي لٽ انڊس هاءِ وي کان 6.50 ڪلوميٽرن تي پوي ٿي ۽ هڪ جيتري پوري وچوٽيءَ تي انڊس هاءِ وي سان آهي.

## آبهوا: Climat

5-80050 فوٽ سمنڊ جي سطح کان هي ٽڪريون بلند هجڻ ڪري مختلف موسم محسوس ٿئي ٿي ۽ برسات سالانہ60 کان 70 انچ پوي ٿي، تنهنڪري موسم خوشگوار ۽ دل کي وڻندڙ ٿئي ٿي. هتي جي گرمي جي موسم مري کان وڌيڪ ٿڌي ۽ خوشگوار ٿئي ٿي ۽ سياري ۾2-3 بہ ٿي فوٽن تائين برف باري پوي ٿي اها اڪثر ڪري مينهن پوڻ کانپوءِ 8-6 ڏينهن تائين تمام گهٽي پوي ٿي.

## قدرتي اوپڙ:Natural Growth

مينهن پوڻ ڪانپوءِ ڪيرٿر ۾ هزارين قسمن جون ٻوٽيون پيدا ٿين ٿيون، جيڪي ان وقت جا حڪيم سنياسي گڏ ڪري پنهنجي ڪتب آڻيندا آهن ۽ لڪن روپين جون باقي ٻوٽيون سواءِ ڪاپي ديگي ڪجهه ٻوٽيون چانهه طور استعمال ڪندا آهن. جنهن کي لوڪل چانهه چئبو آهي. ان ڪانسواءِ اتي ”ماري“ جو گاهه ۽ سسئي پٽر ڪجهه اهڙو گاهه جو تمام گهٽي انداز ۾ موجود آهي. جيڪو سون صفا ڪرڻ جي ڪم ايندو آهي، جيڪو هزارن سالن ڪان ٿيندو اچي ٿو. تنهن ڪانسواءِ ڪجهه اهڙا گاهه جهڙوڪ پيش، جنهن مان اتان جا ماڻهو تڏا، تونريون، چپا، جهپا،جهوپڙا، ڪارا ۽ پيون شيون جوڙي جنهن کي اسين هينڊي ڪرافٽ چئي سگهون ٿا اهي وڪٽي پنهنجي گذر سفر ڪن ٿا.

## زراعت:Agriculture

خدا تعاليٰ جي مهرباني سان هن علائقي ۾ سٺي زرخيزي ٿيل آهي، اوچين چوٽين جي ڪري هتي برسات گهٽي پوي ٿي، گهٽي برسات پوڻ سبب هتي جوئر، ٻاجهري، تر، مگ، دانهان، هنداٽا، گدرا، چانهان، ميها، ونگا. ۽ قسم قسم جو ڀاڇيون پيدا ٿين ٿيون ۽ قسم قسم جا رنگا رنگي گل ٻوٽا پيدا ٿين ٿا ۽ جبلن جي ماترين ۽ تراين ۾ اهڙا گاهه ڦٽن ٿا، جن جو ڪوبہ ڪاتو نٿو ڪري سگهجي، سڄي زمين ساوڪ سان ائين زرخيز ٿي وڃي ٿي، ڄڻڪ سائي چادر وڇائي پيئي آهي. ساوڪ جي هجڻ ۽ آبادي جي ٿيڻ ڪري ڏراڙ ماڻهو پنهنجا ڌڻ ڪاهي اچي آباد ٿيندا آهن ۽ ماروئڙن وانگر پنهنجي پنهنجي ٻولي جي حرفن ۾ ٻيٽن ذريعي بيت ۽ وايون چوندا آهن. ۽ ان سان گڏ قسمين قسمين جانور مثلاً ڦاڙها، هرڻ، سرهہ، گڊ، تتر، پاريهر، قسم قسم جا جانور نظر ايندا آهن. مطلب تہ هر هڪ ماڻهوءَ ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙندي نظر ايندي آهي.

## سطح زمين يا ايراضي. Geography

هنان جي زمين تمام ميلن ۾ هموار آهي. ۽ مختلف اوچاين جي ڪري صنعتي ميار ڪان سوئيٽيبل آهي. ۽ ان جي ايراضي اٽڪل 2000 ڪان 3000 اسڪوائر ميل ٿيندي، جنهن تي ڪراچيءَ جهڙو شهر ٻڌي سگهجي ٿو.

هتي هاسپيٽل، ٽي بي سينسٽوريم (T.B. Senatorium). آءِ هاسپيٽل، هلڪيون فيڪٽريون، ڪولڊ اسٽوريج، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون ڊيولپ ڪري سگهجن ٿيون. جيڪڏهن گورنمينٽ چاهي ته Summer Setion Hall For Governement of Sindh ٺاهي سگهي ٿي ۽ هتان جي زمين ميلن ۾ هموار آهي، مريءَ جي پيٽ ۾ جيڪا ڪاٽي ڪپر وانگر هيٺ مٿانهين ٿي آهي. هتي ٻه ڪجهه ٺاهي سگهجي ٿو. هڪ دفعو مٿي چڙهڻ ڏکيو آهي. باقي لٽ جي مٿان ڏگها ڪچا رستا موجود آهن.

## جانور ۽ پکي: Animals and wild life

نارمل موسم، گهڻا مينهن سنا گاهه ٻوٽيون اتان جي خوراڪ لاءِ مفيد آهن، هتي جانور جهڙوڪ چراخ، هرڻ، گڊ، سرهه، ڦاڙها، چيتا، شينهن ۽ بگهڙ وغيره رهن ٿا.

ان ڪانسواءِ پکي به ڪيترائي آهن. جهڙوڪ: تتر، چڪور، مور، باز، تلور آهن ۽ بازن جا مکيه چار قسم آهن.(1) شاهين (2) چرخ (3) ٻهري (4) پرمار . ۽ هتي وڏا شڪارگاهه موجود آهن.

اڪثر ڪري تلور جي موسم ۾ ٻاهرين ملڪن جا شوقين عرب هت شڪار لاءِ اچن ٿا. جن ۾ خاص هي آهن. ابو ذهبي عرب، عمارت، ڪويت، دبئي ۽ اهو اڪثر ڪري بازن جي وسيلي شڪار ڪندا آهن ۽ هڪ تلور جي تمام وڏي قيمت هوندي آهي ۽ باز به خريد ڪندا آهن. جن جي شوق جي لحاظ کان لکن هزارن روپين ۾ قيمت هوندي آهي.

## معدنيات: Minerals

اڪثر ڪري هن کي چئبو آهي، جيڪا شيءِ زمين مان ڪوٽي ڪڍي وڃي. ان کي معدنيات چئبو آهي، جنهنجا ڪافي ذريعا موجود آهن. جهڙوڪ: قيمتي پٿر، لوهه، ڪوئلو، گئس تيل ۽ پٽرول ان کان سواءِ Coppersulphate,Dolomite, Marble وغيره ملن ٿا.

## ڪيرٿر جا لڪل قومي خزانا:

مون وٽ ڪيترن ماڻهن جا ريفرنس آهن. سالن جي ڪراڙن ۽ عمر رسيده ماڻهن جي ڳالهين کان ائينپيو معلوم ٿئي ته سون سالن جا ڪروڙن روپين جا هيرا، جواهر، سون چاندي، قيمتي ڌاتو ڪن غارن ۾ دٻيل آهن. تنهن جا ڪي نشان به ملن ٿا.

# GORAKH

## HILL STATION

### A BEAUTIFUL & COLD VALLEY
### OF SINDH




BY

Dr. Muhammad Hussain Magsi

Chairman Gorakh Welfare Association Sindh.

# GORAKH HEIGHTS

**INTRODUCTION:-** Our Sindh Province is bestowed with unlimited number of natural resources viz Indus River, Valleys, Petrol, Suigas, Coal, Marble lime, Graphites, Corbonates, Calcium, Cement stone, fruits, flowers, hurbs, lakes. fish, hunting birds and animals and mountains etc.

On the west of Dadu District, there lay mountainous rows known as KHEERTHAR, SALAR, JABAL, KARO JABAL. GANJO TAKAR etc. GORAKH is a Hill-like point on Kheerthar mountain falling on western side of Dadu, Mehar, & K. N. Shah Talukas of Dadu District at a distance of about 50 KMS from the Indus High Way. Again on the West of GORAKH there lies R.C.D Road about 60 KMS distance

There are luks (Like Khaibar Pass) for crossing the mountains. Such Luks are named as HARBAB LUK, WANGO LUK, KACHRAK, BARAKHSHEKANI, MAMTHAL, GORAKH & KUTAY-JI-KABAR ETC.

People of various Tribes like Alkhani. kaloi, Rustamani, Brohi, Bozdar reside in this vally of Gorakh since their ancestors. They depend upon agriculture and cattle keeping. Wheat, Juwar, Oil Seeds, Bajra is main crop for them according to the seasons. Sheep, goat and cow is their cattle of choice. In hot seasons these people go upwards on the Kheerthar Hill just save themselves from the utmost heat and enjoy the cooling of the Hill, while in the winter they return downwards to pass their usual life normally.

Heights of Kheerthar mountain (as above the Sea Level) from the Hill points in view are as under:-

| | |
|---|---|
| Gorakh point in the West of Kakar | 6858 ft. |
| Salar point in the West of K.N.Sha | 6758 ft. |
| Baragh Shikan in the West of Meha | 7170 ft. |
| Kutay-ji-Kabar in West of Warah | 6880 ft. |

**FEATURES:-** It happens slight SNOW-FALLS at GORAKH HILL POINT in the months of December & January. There is a plain ground like area at the Gorakh Hill point in about 6 miles. Large number of hunting animals like Gad, Sarah, Deer, Barasinga,

Lion, Wolf is seen. Similarly hunting birds like Peacock, Taloor, Falcon, Partridge and Shutar Murgh also add the further entertainment for the hunters. The sweet water, digestive and curable is available at the hill all around the year which has been proved best for human health. The rainfall waters of Nai Gaj, Nai Habb etc. are available there in a major quality and quantity. If such water are preserved by way of Dam, thousands of acres could come under irrigation encouraging the development of Agriculture resources.

Hurbs are found available in a radious of about 150 KMS, which could be researched and used in the field of Pharmachology for preparing various medicines by way of installing such factory to prepare life saving drugs etc.

Masses of this Province who cannot afford to visit Murree or Quetta in summers for their rest and recreations, this Hill point would suffice their purpose to visit it and enjoy the Hillments at very low cost.

Lot of Foreign Exchange can be had when foreigners/tourists come to visit this Hill like other Hill Stations.

Minerals of various kind are available in the Gorakh Mountain as mentioned above. This would add much for Industrial Sector on one hand and people would have much chances to work there and earn livelihood.

Poultary Forms etc. can very easily be established there at this Hill Point. By this sector, the demand of Chicken & Egg could be met from protein point of view.

GORAKH HILL POINT would be highly suitable for Hospitals, T.B. Sanitoriums, Eye Hospitals. This angle would cover the fundamental right of the people from the point of health in view. Many Doctors and other Hospital staff would get the employments also.

The climate of the Gorakh Hill is highly suitable for Educational Sectors. From Primary to the Secondary, College and University Levels, it is also a fundamental right of people to have good atmosphere climate place for seeking education.

The National Park which is in Tahsil Thana Bula Khan (Dadu) is about 70 KMs distance from this Hill Point. The Ancient Runni-Kote also lies at a distance of 40 KMS from this Hill. Moreover R.C.D. Road from Karachi to Khuzdar is at a distance of about 60 KMS from this Hill on its West.

In the light of the above comments in brief, we feel that GORAKH HILL POINT is a gift of nature bestowed by Almighty Allah on our lovely Sindh Province but regret to write that none has cared to get its advantages or cares for its importance. Sindh being Babul Islam carries much weight in the History too from the point of religion in view.

It is well known that in Ayoob's regime the Gorakh Point was surveyed for making it a Hill Station and lot of survey work was completed costing crores of rupees. God knows better as to why this programme was suspended and ignored for year together.

Some people of the Hill area disclosed that their ancestors used to re-collect that some Goras (Europeans) had built some constructions at the hill and that the signs and symbols of stone walls and delipitated condition are still visible at the Hill. This fact shows that the Birtish Emperors had also chosen this Hill Point for Hill Station.

We therefore feel it advisable that the present Government which is a real democratic one would be kind enough to consider this demand, and approve this Hill Point for Establishment of 'GORAKH HILL STATION' on top priority basis and would name it as 'GORAKH HILL STATION'.

Thanks

With best wishes from

*Dr. Muhammad Hussain Magsi*

MEHAR, Dadu.




**Map of Hights of Kheirthar in District Dadu and Larkana**

# GORAKH

## HILL STATION

### A BEAUTIFUL & COLD VALLEY OF SINDH




BY

**Dr. Muhammad Hussain Magsi**

Chairman Gorakh Welfare Association Sindh.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهـن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مـدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي non-commercial رهنــدا. پَـنَــن پــاران ڪتــابن کــي ڊِجيٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)